## حصو . الف (گهڻ چونڊائتي سوال)

**سوال 1 هيٺين مان صحيح جواب چونڊيو.**

1. مارئي جي ڪمري ۾ درن ۽ درين تي ________ جا پڙدا ٽنگيل هئا.

(الف) بخمل (ب) پرت (ج) هرمچي (د) چُر

2. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي اڪثر تعليم ________ طور تي ٿي.

(الف) سرڪاري (ب) خانگي (ج) مدرسي (د) الهامي

3. سنڌي هڪ ________ ۽ شاهوڪار ٻولي آهي.

(الف) قديم (ب) جديد (ج) سڌريل (د) مِٺي

4. سنڌ تي سومرن جي راڄ کان پوءِ ________ حاڪم ٿيا.

(الف) ڪلهوڙا (ب) ارغون (ج) سما (د) عرب

5. بيجا خرچ ڪبو تہ ________ جو اجايو زيان ٿيندو.

(الف) دولت (ب) پيسن (ج) وسيلن (د) وقت

6. راءِ ڏياچ نالي هڪڙو راجا ________ تي راڄ ڪندو هو.

(الف) خانگڙهہ (ب) جونا ڳڙهہ (ج) علي ڳڙهہ (د) مظفر ڳڙهہ

7. مرگهيءَ جي حالت ۾ مريض کي ________ کان بچائجي.

(الف) ٻوڙڻ (ب) ڪرڻ (ج) بي هوش (د) گرمي

8. پاڪ سڳورن ﷺ جا اخلاق مبارڪ انسان ذات لاءِ واٽ جي ________ آهن.

(الف) لاٽ (ب) روشني (ج) ٻاٽ (د) رهنمائي

9. اسلامي سيڪريٽريٽ جو هيڊ ڪوارٽر ________ ۾ آهي.

(الف) جدي (ب) تهران (ج) رباط (د) اسلام آباد